# جيڪو پيءُ ڪي پڳ

# ٻڌائي !

عبدالغفار ڏکڻ سومرو

مهراڻ اڪيڊمي

ڇپائيندڙ : قمر ميمڻ
نگراني : خالد سيف الله ڀٽي
ڊزائينر : عبدالرشيد هڪڙو
ڇاپو : پهريون سيپٽمبر ١٩٩٨ع
تعداد : ٣٠٠٠ ٽي هزار
قيمت : ٣ ٽي رپيا

ملڻ جو هنڌ

سنڌ جا سمورا ڪتاب گهر

# لنڊي گدڙ جي حڪومت

لنڊو گدڙ جڏهن زال سان گڏ رلندو پنندو سير سپاٽ ڪندو درياءَ جي ڪپ تي آباد سرسبز ۽ شاداب باغ ۾ پهتو ته اتي ميويدار ۽ ٿڌي ڇانو وارا گهاٽا وڻ، پاڻيءَ جون خوبصورت ڍنڍيون ڏورا ڏسي اصل ڇريو تي پيو. ان باغ ۾ ئي خيما کوڙي ويهي رهيو. همراه سٺا ميوا کائي مست ٿي پيو. جهنگ (باغ) جا سادا سودا جانور هن کي ڏسي پيا ڏڪندا هئا. ڏاڍيون مهمانيون ڪارايائونس پر لنڊو لالچي هئو. سوچيائين ته ڇو نه انهن سادڙن تي دٻدٻي سان حڪومت ڪيان. سو زال سان صلاح ڪيائين. جوٽس هن ڪان چار رتبيون لالچ ۾ وڌيڪ هئي. ڪيس نوان نوان ڪاڏا ڪائڻ ۽ زيور پائڻ جو ڏاڍو شوق هيو. هن سمجهيو هاٿي پَٽَ راٿي ٿيندس سو مڙس کي چيائين ”جهٽ ڪر پنهنجي حڪومت جو اعلان ڪر!“ لنڊو لالچي گدڙ جهٽ پل ۾ هڪ وڏي وڻ تي چڙهي ويو. ۽ وٺي ڪوڪاٽ ڪيائين سندس ٻي سري ڪُوڪ تي وڻ مان پکي ڦر ڦڙ ڪري اچي پٽ تي پيا. سڀ جانور اچي وڻ هيٺان جمع ٿيا.

گدڙ رعب مان چيو ”منهنجي پياري رعيت. مون کي اوهان جي مسڪيني حالت تي ڏک ٿيو آهي. مان ٿوهان جي هن باغ

ڪي غربت ۽ مسڪيني مان ڪڍي هڪ سر سبز ۽ شاداب باغ ۾ وٺي ويندس. توهان جو تحفظ ڪندس. تنهن ڪري اڄ کان اوهان منهنجي رعيت آهيو ۽ آءٌ اوهان جو بادشاهه !"

سادا سودا جانور هي ڳالهه ٻڌي ششدر ٿي ويا. هنن جي وهم گمان ۾ به نه هيو ته هڪ مهمان اسان تي ائين لانگ ورائيندو !؟ ننڍڙي سيهڙ کان رهيو نه ٿيو رڙ ڪري چيائين. " اسان جو بادشاهه الله آهي تون ڪير آهين اسان تي حڪومت ڪرڻ وارو!؟ اسان آزاد آهيون ۽ آزاد رهنداسين." گدڙ کي سيهڙ تي ڪاوڙ اچڻ لڳي. اتان وڻ مان انب پٽي سيهڙ کي وهائي ڪڍيائين. ويچارو سيهڙ ٿڏي تي مري پيو. سڀ جانور سُسي ويا. گدڙ رڙ ڪري چيو "جنهن به مونکي بادشاهه مڃڻ کان انڪار ڪيو، تنهن جو حشر هن باغي سيهڙ جهڙو ٿيندو." امن امان ۾ پليل سادڙا جانور سندس اڳيان جهڪي ويا.

پوءِ ته لنڊي گدڙ باغ ۾ ٻاهه ٻاري ڏني ڏاڍا عيش ڪرڻ لڳو. سندس زال ڏاڍا ويس وڳا پاتا. زيورن جا اصل پنڊ ار پيري چڙيائين امن امان جي واديءَ ۾ لنڊو گدڙ غريب جانورن کي ڦريندو رهيو. سندس رت چوسيندو رهيو. ڪيئي ڪونڌر جانور کهائي ڇڏيائين. ڪيئي پکي پڃري ۾ قيد ڪرائي ڇڏيائين. خوبصورت ڏندن مان رت جي بوءِ اچڻ لڳي.

هڪ ڏينهن ڪجهه نوجوان نانگ، سيهڙ، ليلڙو، ڳابو ۽ وڇون پنهنجي ديس ۾ ٿيندڙ ظلم تي سوچي رهيا هئا ته ڪيئن پنهنجو ديس آزاد ڪرايون؟ تڏهن ڳابي هڪ صلاح ڏني ته

سيني واه واهه ڪئي ۽ تياري ڪرڻ لڳا.

گدڙ جي محل ۾ ڪنهن کي به اچڻ جي اجازت نه هئي، سواءِ انهن جي جيڪي قيمتي تحفا آڻيندا هئا. سو ڳابي جي صلاح سان هڪ سوني پيتي پنهنجي ڳچي ۾ ٻڌي سيهڙ وڃي محل ۾ پهتو. گدڙ ۽ سندس زال هن جو استقبال ڪيو. سيهڙ چيو، ”مان توهان لاءِ خاص تحفو آندو آهي. هن پيتي ۾ ڪجهه ڳنا ۽ ٻيا قيمتي زيور آهن، اهي توهان قبول ڪيو. گدڙ ۽ سندس زال ڏاڍا سرها ٿيا ۽ پيتي کڻي اندر بند ڪمري ۾ وڃي ويٺا ۽ هيڏانهن سيهڙ دوستن وٽ اچي پهتو. سڀ جانور ڏاڍا خوش هئا. اڄ کين ظالم بادشاه کان آزادي ملڻي هئي.

گدڙ ۽ سندس زال سون جي لالچ ۾ جيئن ئي پيتي جو ڍڪ کوليو ته هڪ ڦوڪٽ سان گدڙ کي هٿ ۾ سوئي چڀندي محسوس ٿي ۽ اتي ليٽڙيون ڪائڻ لڳو. پوءِ ڪاريهر نانگ گدڙ جي زال کي ورتو، گدڙ جي زال ڏاڍيون رڙيون ڪيون پر نانگ هڪ زهر پريل ڏنگ وهائي ڪڍيس. گدڙ جي زال مرڻ کان پهرين شيشي جو گلاس نانگ کي ڦڻ ۾ هنيو، جنهنڪري نانگ ويچارو به اتي ڪري پيو لنڊي گدڙ ۽ سندس زال جي حڪومت ختم ٿي ويئي ۽ هڪ ڀيرو وري ديس ۾ امن امان قائم ٿيو.



# محبت جا لڙڪ

سهڻو ۽ سوڊل هڪ ئي اسڪول ۾ پڙهندا هئا. هو هيا ته ٻار پر پاڻ ۾ وڙهندا ائين ها جيئن وڏا وڙهندا آهن. ٿوري ٿوري ڳالهه تي بس هڪ ٻئي جي جندا پٽ شروع ڪري ڏيندا هئا. هڪ ٻئي سان اهڙو ته وير هين جو جتي به ملندا ته هميشه منهن ڪنو ڪري هڪ پاسي هليا ويندا هئا. يا وري وڙهي پوندا هئا. هڪ پيري ته هڪ ٻئي جي رت به ڪڍي وڌائون. چوڪرن استاد کي ٻڌايو، استاد به سٺي چٺهه ڪڍين، پر هي ڪٿي مڙڻ وارا هئا؟ اڳي ڪان به اڳرا.

وڏي ڳالهه ته هو هڪ ئي ڳوٺ ۾ رهندا هئا. راند جي ميدان ۾ هڪ دفعي وڙهي پيا. ٻئي ڄڻا ائين وڙهڻ لڳا جيئن ڪُڪڙ پنهنجا موڙ سيڻائي، ڪنپ ڦڙڪائي، ڦڙتائي سان ڏڪ هڻندا آهن. نهندن سان هڪ ٻئي جو منهن پٽي ڪٽندا هئا. هڪ ٻئي جا ڪپڙا ليڙون ليڙون ڪري پاڻ کي تماشو بڻائي گهر هليا ويا.

ڪنهن کي به خبر نه هئي ته هُو پاڻ ۾ ڇو وڙهندا آهن؟ ڪهڙو هڪ ٻئي جو مال چورايو آٿئون؟

هڪ ڏينهن هڪ نئون استاد ڪلاس ۾ آيو. ٻنهي جي

مشهوري ڪن تي پيس، سهٽي ۽ سوڊل کي اٿي بيهڻ لاءِ چيائين. ٻئي ڏچندا ڏچندا اٿي بيٺا.

استاد اٿي هنن وٽ آيو ٻنهي کي ڪي پل ڏسندو رهيو. هو نهايت پيار سان ٻنهي کي مخاطب ٿيو، "توهان معصوم ٻار آهيو. پوءِ توهان جي دل ۾ نفرت ڇو ڦٽي آهي. پاڻ ۾ ڇو وڙهندا آهيو؟"

ٻيئي چپ هئا ڪڇن نه ته ڇا ڪڇن؟ ندامت ۽ پشيماني کان سندن ڪنڌ جهڪيل هئا.

استاد وري کين سمجهائڻ لڳو ته "توهان ۾ ايتري طاقت آهي ته اها طاقت بچايو ۽ پاڻ ۾ نه وڙهو. وڙهڻو اٿو ته ملڪ ۽ ديس جي دشمن سان وڙهو. توهان جي بدن جي قوت تملڪ ۽ ملت جي امانت آهي. پنهنجي ملڪ ۽ قوم جي ڀلائي لاءِ اها طاقت صرف ڪيو. پاڻ ۾ دشمني نه پيدا ڪيو ۽ انهن دشمن کي ختم ڪيو، جيڪي انسانيت جا ويري آهن ۽ ملڪ ۽ ملت جا دشمن آهن."

استاد سهٽي ۽ سوڊل ڏانهن ڏٺو، جيڪي ڪنڌ جهڪايو ڪنهن مجرم جيان بيٺا هئا. "غلط ڪم ڪندڙن جا ڪنڌ هميشه جهڪيل هوندا آهن. توهان واعدو ڪيو آئينده پاڻ ۾ نه وڙهندؤ، پنهنجي سموري سگهه ديس جي دشمن جي خلاف استعمال ڪندؤ، ديس کي ميري اک سان ڏسڻ وارن جون اکيون ڪيندؤ منهن مٿي ڪيو ۽ واعدو ڪيو ته، منهنجي ڳالهين تي عمل ڪندؤ.

ٻنهي منهن مٿي ڪئي استاد ڏانهن ڏٺو. ٻنهي جي اکين مان ندامت ۽ پشيماني وچان لڙڪ وهي نڪتا. استاد جي لفظن سندن دلين کي ڌوئي صاف ڪري ڇڏيو هو. هو ٻئي هڪ ٻئي جي ڳلي لڳي مليا. سڄي ڪلاس ۾ "سهٽل، سوڊل اتحاد زنده باد" جو نعرو گونجيو!





# ڳلڻ تون عظيم آن

. "ڏٻري ڏاند تي مکيون ٻڪيون" وڏڙن جي واتان اها چوڻي ڪئي ڀيرا ٻڌي چڪو آهيان پر ان جو مثال جڏهن سامهون آيو ته ڏاڍو ڏک ٿيو. پر وڏڙن جي ان چوڻي ڪي حقيقت جي روپ ۾ ڏسي، پاڻ کي جيڪو عظيم انسان هئڻ جو احساس هيو ڊهي پٽ پيو.

حدا ڏني جي خيرات هئي. اوري پري جا سڀ ماڻهو اچي ڪٺا ٿيا هئا. ماڻهو ٽولن جي صورت ۾ ويهي زردا پلاءُ، فراسن تي ويهي کائي رهيا هئا. مان به ويٺي پنهنجن سنگتين سان پلاءُ ڪاڌو. ڪنهن مهل رڙ ٻڌم، " اڙي انڌو آهين ڇا. اٿ جيان لتاڙيندو ٿو وتين." بلال ڳلڻ کي ٿڦ وهائي ڪڍي! ڳلڻ ويچارگي مان بلال کي ڏسڻ لڳو. هن جو پير بلال جي قميص تي اچي ويو هيو. ويچاري ڪان عظيم ڏوهه ٿي ويو هيو. سڀ ماڻهو ڳلڻ کي ڳالهائڻ لڳا. ۽ بلال جنهن هن کي ايتريون گاريون پئي ڏنيون، تنهن کي ڪنهن نه چيو ته بلال هن کي ڇڏ ويچارو غريب آهي، ڇورو ٻار آهي غلطي ٿي ويئي اٿس. هاڻي معاف به ڪرينس ڪنهن جي زبان نه اٿلي. هر ڪو بلال جي پاسي هيو. خود چاچو خُدن به.

اهي ماڻهو خيرات ڪري خدا جي مخلوق سان گڏ خدا کي به ڏوکو ڏيندا آهن. سندن خيراتون به اميرن ۽ پيٽ ڀريلن لاءِ هونديون آهن. "انڌا ڪرن خيرات وري وري ڏين پنهنجن کي" وارو مثال.

رت ٿهڪڻ لڳندو اٿم جڏهن پاڻ جهڙي ڪنهن غريب ڇوڪري کي "غريب" هئڻ جي ڏوهه ۾ مار کائيندي ۽ ظلم اڳيان ڪنڌ جهڪائي بيٺل ڏسندو آهيان. گلڻ جو به ڪنڌ جهڪيل هيو ۽ اها ڳالهه ئي مونکي چڙ ڏياريندي هئي. بلال عرف بلو بادشاهه پاڻ کي ڪليو ڪلايو غنڊو سڏائيندو هو. پر مان ان کان ڊڄندو ڪونه آهيان، توڙي جو سڀ ماڻهو، ڇوڪرا. ڪائنس ڪَوَ کائيندا هئا. اٿي گلڻ کي پاڻ سان وٺي ويهاريم. بلال تارا ڦوٽاري چيو، "اڙي تون وچ ۾ نه پؤ. خوامخواه گندو ٿيندين!"

بلو!........ چيم، تون مون کان ڏاڍو ناهين، هڪ مڪ سان پٽيهه ڪيڏي ترڻ تي رکندو ساڻ. غريب ڇوڪرن کي جيڪو تنگ ڪري مزو ماڻيندو آهين مونسان اٽڪي اهڙو مزو چکندين جو ست پيڙهيون ياد ڪندءِ."

"تون ڇا ڪندين ڙي منهنجو!" سينو ڦهلائي اڳيان اچي بيٺو.

زور سان ـــــ هڪ چماٽ هٽي ڪيڏي مانس. طوطائي اڏري ويس. ڪاوڙ روڪيندي چيومانس، "بلو! مان گلڻ جيان سڀ ڪجهه سهي نه ويندو مانءِ، مان اهڙي تعدي ڪندو مانءِ

جو رت ڪتا نہ چٽيندءِ.“

اهو ٻڌي هو ڪسڪي ويو، ڏجي ويو، مونسان وڙهڻ جي هن ۾ مجال ڪونہ هئي. مان بہ غريبيءَ جو ستايل آهيان پر ڪنهن سان رعايت نہ ڪندو آهيان. هڪ هٽندڙ کي چار هٽي وٺندو آهيان. مانيءَ نہ مون کي مزو ڏنو ۽ نہ گلڻ کي. جلدي اتان اٿي وياسين. گهٽي ۾ گلڻ هيٺ منهن ڪيون هلندو هليو گلڻ سڏيومانس.

ڪنڌ ڪٽي ڏٺائين، اکيون آليون هئس!

گلڻ ! اکيون آليون ڪرڻ سان ماڻهن کي ترس ڪونہ پوندءِ. ميمڙو ٿي زندگي گهاري ڪونہ سگهندين. وڙهہ گلڻ وڙهہ. توٽي جو غريب جو مانُ اسان جي نبي صلي الله عليه وسلم وڌائي ڇڏيو هو، پر يار اڄ غريب جي لاءِ جيئڻ جنجال ٿي پيو آهي. اڄ يتيمن جي مٿي تي شفقت جو هٿ گهمائڻ وارو ڪوبہ ڪونهي.

گلڻ اکيون اگهيون ۽ مونکي ڏسڻ لڳو.“ ڏس گلڻ !“ چيم، مان بہ تو جهڙو غريب آهيان، ڇورو ڇنو آهيان، پر يار ڏس توکي ڪيئن نہ پٽي بلال للڪاريو ۽ هيسايو. ۽ منهنجي اڳيان ڪيئن ڪن ڇنڊي پڇي ويو.“

ان ڏينهن کان گلڻ منهنجو دوست ٿي ويو. گلڻ جهڙائي منهنجا دوست ٿي سگهندا آهن. ٻن ڇئن ڏينهن ۾ گلڻ کي اهڙو تيار ڪيم جو منجهائنس، غريبي ۽ يتيمي جو احساس ۽ ڏپ بلڪل ختم ٿي ويو. هاڻي هو ان ڪنڌي کي بہ ڏندن ۾

چباڙي ڇڏيندو هو، جيڪو هن جي پير ۾ لڳڻ لاءِ راهه ۾ ايندو آهي.

اُن ڏينهن مانڊڻي تي بيٺا هئاسين، رستي ڏانهن پُٺ هئي، تڏهن بلال نڪ اچي گلڻ کي سائيڪل ڪرائي جنهن ڪري گلڻ مانڊڻي جي مٿان وڃي ڪريو. پر هو نهايت ڦڙتيءَ سان اٿيو. مان اکين ۾ ڏٺو مانس، هن جي اکين ۾ انتقام جي باهه هئي، ڪشي هڪ ٺونشو بلال جي منهن تي وهائڻ چاهيائين، پر الائجي ڇو هو رڪجي ويو ۽ پاڻ تي ضبط ڪري ڪاوڙ پي ويو. بلال !. هن جي آواز ۾ درد ۽ ڏک هيو. هن بلال کي چيو، "بلال ! يار مان تنهنجو ڪهڙو ڏوهه ڪيو آهي جو منهنجي پٺيان پيو آهين. مان غريب تنهنجو ڇا وڃايو آهي، جو منهنجي زندگي جو ڪنڊو بڻجي پيو آهين. جو مون ستايل کي ستائي مزو ماڻيندو آهين. يار بلال ! ڇا تون مونکي منهنجو نه ڪيل ڏوهه بخشي نٿو سگهين. خدا ڪارڻ!"

گهڙِ پل اڳ بلال جي منهن تي، جيڪ خوف جون لڪيرون اڀري آيون هيون، سي پشيمانيءَ ۽ ندامت ڏسي، شرم کان ڪنڌ جهڪائي هليو ويو!

مان گلڻ کي تڪيندو رهجي ويس. اڄ گلڻ مون کي عظيم ۽ بهادر لڳو. مون سرڪي وڃي سندس پٺي ٺپي. مان گلڻ جي انهن عظيم جذبن کي ڏسي پنهنجي دل مان ويڙهه وارن خيالن کي ڪڍي ڦٽو ڪيو.

# سخا جو سائين

اج اسان جا پريڪٽيڪل هئا. تنهن ڪري سڀ دوست ڪتابن ۾ نظر وڌيون، ذهن جي گودام ۾ معلومات جو ذخيرو ڪري رهيا هئاسين. پر هڪ مان ئي هيس، جنهن جون نظرون هرو ڀرو ڪڏهن وٽن ڪي ته ڪڏهن وري ڇوڪرن جي ڏٺن کي تڪي رهيون هيون. ائين جيئن ڪنهن کي پاڪ شراب عطا ڪيو وڃي ۽ ٻيو حسرت وچان خالي جام کي ڏسندو رهيو هجي. ائين جيئن بکيو امير جي ڀريل پيٽ کي ڏسي پنهنجي خالي پيٽ کي هٿ لائيندو آهي. ڇاڪاڻ ته مان گهڻو وقت بيمار رهيو هئس. ان ڪري ڪجهه به ياد نه ڪري سگهيو هوس. جو اوکي ويل ڪم اچي. ڀلا ياد به ڪيئن ڪيان ها. بقول شاعر: مان هيس ۽ ڪٽ ٽٽل !

ها مان ته بستري داخل هيس ڪالهه خبر پئي ته سڀاڻي پريڪٽيڪل جنرل ڏيٽا آهن. ۽ ان سان گڏ، واءِ واءِ، (زباني امتحان) به پڌائٽا آهن. هڪ عدد تجربو به لکي ڏيڪارٽو آهي. هاٹي سائين ڏي، بندو سهي.

آخر سوريءَ کي سينگارڻ جو وقت به اچي ويو. يعني پريڪٽيڪل ڏيڻ لاءِ سڏ ٿيو. دل هٿ ۾ تڪڙي ڪري

عارضي تهيل آفيس ۾ حوش هواس ډر وٽ چڙي داخل ٿيس، سامهون ڪرسي تي چاتل سجاتل چهري کي ڏٺم. هو به مونکي ائين ڏسڻ لڳو، جيئن ٻه واتهڙو هڪ ٻئي کي ڏسندا آهن ۽ ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن ته جيئن سفر سٺائو ٿئي.

نيٺ ياد آيم ته هن حشمت ڀري ۽ پر وقار چهري واري استاد کي ڪٿي ڏٺو هيم.

گرمين جي موسم ۾ گرمين جي موڪلن ۾ هڪ تتل منجهند جو ٻگهر ۾ شل بس ۾ ويٺو هوس، ارادو هو ته شهر وڃان. آخر بس هلي، مان ذهن کي وندرائڻ لاءِ درين مان ٻاهر ڏسڻ لڳس. وڏا وڻ نديڙن ٻوٽن کي ڇانوَ ڪيون ۽ نديڙا ٻوٽا وڏڙن جي ڇانو ۽ سائي ۾ رهنديُ ٻوئتي وڃي رهيا هئا ۽ بس اڳتي. مان بس جي ڇت ڏسڻ لاءِ مٿي تڪيو ته مٿان نوراني چهري سان باوقار، سنجيده ۽ رعب دار شخصيت جو مالڪ ٻيٺو هو. بس ۾ جيئن ته ڏاڍي رش هئي. گهڻائي مسافر بيٺا هئا، مان پنهنجي سيٽ تان اٿندي هن کي چيو:"

"سائين ويهو!"

نه پٽ تون ويهه.! هن مونکي ويهاريندي چيو، پر مان نه ويٺس. چيم. "سائين توهان ويهو، اسان نوجوان آهيون، ڪجهه رت زياده آهي ۽ ست به. توهان بزرگ ماڻهو ويهو ته جيئن اسان کي ثواب ملي."

پوءِ جيستائين شهر آيو هو مونکي ڏسندو رهيو ۽ مونکي

سندس نظرن ۾ پيءُ واري شفقت نظر آئي، جنهن ڪري مون کي دلي سڪون مليو.

"پٽ - ايتمر چا آهي؟"

منهنجي خيالن جو سلسلو، مٿيون سوال پڇي هن صاحب توڙي وڌو. "ايتمر ........ ايتمر سائين .... !؟" ۽ مان ڇت کي گهورڻ لڳس "ڇت ۾ ڪجهه لڪيل آهي ڇا؟" هن به ڇت کي ڏسندي چيو. ۽ مون ڪنڌ ڪٽي هيٺ ڪيو. ائين ڪونهي ته مان بلڪل مڇو آهيان. ائين ناهي منهن جا صرف اکر ئي مونکي پاس ڪرائڻ لاِ ڪافي آهن. پر هاءِ ڙي بيماري تنهنجي ڪري اڄ مان شرمندو ٿيو هوس.

"سچ ٻڌاءِ ته ڪونه پڙهي آيو آهين نه ؟ هُن ڪلندي چيو. ڇو ته اهي لڪ لتاڙي پوءِ ته هو هيستائين آيو هو. اڪين مان ڳوڙها ڪري پيم. سڏڪندي چيم، "سائين مان گهڻو وقت بيمار هئس. تنهن ڪري سائين پڙهي ڪونه سگهيس. سچ پچ ته سائين مان چنبو ناهيان. مان ته محنتي آهيان، پر سائين بيماري جي بستري تي هوندي ڪو ڪتاب ڪيئن پڙهان!

"چڱو تون وڃ ۽ پئي کي موڪل هن پريڪٽيڪل چنرل هڪ طرف رکندي چيو.

موٽ تي دوستن پڇيو،" ڏي خبر گهڻن سوالن جا جواب ڏنئه، پاس ٿيڻ جيترا جواب ڏنا اٿيئي يا نه؟؟

منهنجي لفظن ۾ اعتماد هيو "چيم" جواب ته هڪ به ڪونه ڏنم پر پاس ضرور ٿيندس !!"





”واہ ھڪ لنگڑو پيو آسمان تي پھچڻ جون وايون !“ ھڪڙي دوست کي چيو تہ.

ائين ناھي اھو استاد ھڪ پيري مون سان مليو ھو. مان ڪجھہ لفظ ڳالھايا بہ ھئا مانس. سو پاس مڙئي ڪندو ! الائي چو درياءَ ۾ ھوندي بہ پاڻ کي ڪناري تي محسوس ڪري رھيو ھوس!

”بيماري جي ڪري مغز جا پيچ ڍلا ٿي ويا اٿئي“ دوستن چيو.

۽ اڄ جڏھن ھيءَ ڪھاڻي لکي رھيو آھيان، سوچيان ٿو تہ ضرور بيمار ماڻھو جي ذھن جا پيچ ڍلا ٿي ويندا ھوندا، پر منھنجا تہ ڪونہ ٿيا ھئا چو تہ ھن نيڪ انسان مون کي 25 مان 20 مارڪون ڏيئي پاس ڪيو آھي.

# تماڪو زهر آهي

ڏاڏا سائين هڪ ڳالهه چوان؟ جمال سري اچي ڏاڏي سائين سان ويٺو. ڏاڏو حقي جا وڏا وڏا ڪش هڻي رهيو هو.

ها پٽ چؤ ڇاتو چئين؟ ڏاڏي بسائين حقي جي نڙ مان وات ڪڍندي چيو.

"ڏاڏا سائين، توهان حقو نہ ڇڪيندا ڪريو. حقو ۽ سگريٽ اسان جا دشمن آهن. ڏاڏا سائين ! اسان جو استاد چئي پيو تہ حقي ۽ سگريٽ پيئڻ سان اسان ۾ زهر داخل ٿئي ٿو. ان ڪري حقو ۽ سگريٽ پيئڻ صحت لاءِ نقصان ڪار آهي."

جمال ڏاڏي سائين کي سمجهائيندي چيو. هو "سگريٽ ڇڏايو" تحريڪ جو ميمبر ٿيو هو، جيڪا تحريڪ اسڪول ۾ ڇوڪرن ۽ استادن گڏجي شروع ڪئي هئي.

"اڙي ڇورا ! تون اڃان ٻار آهين. تون اسان وڏن کي نصيحت ٿو ڪرين. ڇا اسان هي وار اس ۾ اڇا ڪيا آهن."

ڏاڏا سائين مان تہ چڱائي ٿو چوان؟ جمال چيو.

"بابا مٿو نہ کاءُ، پڇي وڃ هتان." ڏاڏي سائين جمال کي ٻانهن کان وٺي اٿاريندي چيو.

جمال کي اها ڳالهه ياد اچي ويئي تہ ڪالهہ ڪيئن نہ

استاد صاحب سگريٽن جي نقصان جي باري ۾ ٻڌايو هو تہ سگريٽ هڪ قسم جي زهر آهن. سگريٽ انسان لاءِ هاڃيڪار آهن. استاد ائين بہ چيو هو تہ، پنهنجن دوستن ۽ پنهنجي وڏڙن کي جيڪي سگريٽ نوشي يا حقو يا تماڪو پيئندا آهن، تن کي مهذب ٻارن وانگر، شائشتگي ۽ ادب اخلاق سان روڪيو، تہ جيئن هو اهو زهر نہ واپرائين. استاد هر شاگرد کان واعدو ورتو هو تہ هو ان ڏس ۾ ڪوشش ڪندو!

جمال سوچيو تہ آءُ ڏاڏي سائين کي وري بہ سمجهائيندس. پر هر ڀيري ڏاڏي سائين هن کي ڪاوڙ مان ڏنو "پاڻ نہ پڙهيو ڦاهي چڙهيو. بہ درجا ڇا پڙهيو همراه سبق سيکارڻ لڳو آهي اسان کي! اڙي اٿي ڪڙو تي !" ۽ هي وري اچڻ ۽ سمجهائڻ جو دل ئي دل ۾ وچن ڪيون اٿيَ ويو.

ڏاڏا، ڏاڏا ......... هي تہ ڏسو ! "جمال اخبار ڏاڏي کي ڏيکاريندي چيو.

"ڇا آهي ابا؟

اڙي هي تہ لاشا آهن. هنن جي هٿن ۾ تہ سگريٽ آهن. پٽ پڙهي ٻڌاءِ تہ ڇا لکيل آهي؟ ڏاڏي اخبار ڏسي چيو. هو اٻوجهہ لاش ڏسي هراسجي ويو.

جمال اخبار پڙهندي چيو "ڏاڏا سائين هي لکيل آهي تہ سگريٽ ۽ چرس ڪثرت سان استعمال ڪرڻ سبب هي ماڻهو پنهنجي جانن تان هٿ ڌوئي ويٺا. ياد رهي تہ سگريٽ پيئندڙ هزارين ماڻهو روزانو پنهنجي حياتي هن زهر سان ٻاري، ساڙي

وجائي رهيا آهن. هي هڪ زهر آهي. هن زهر کان پاڻ به بچو ۽ ٻين کي به بچايو."جمال اخبار پڙهي بس ڪئي ڏاڏي ڏانهن ڏٺائين هو ڪنهن سوچ ۾ هئو.

"چا ٿا سوچيو ڏاڏا سائين! ....... ڏاڏي جو چرڪ نڪري ويو. ڪجهه نه پٽ بس ائين ئي. ڏاڏي هٻڪندي چيو بس پٽ اڄ کان بعد مان حقو نه ڇڪيندس. پٽ توکي الله وڏي حياتي ڏي. تون مون کي هن زهر بابت ٻڌايو. هاڻي مان ڪڏهن به تماڪو کي هٿ نه لائيندس. بلڪه مان پنهنجن يارن کي به روڪيندس."

جمال کي ايڏي ته خوشي ٿي، جو هن بي اختيار نعرو هنيو:

"ڏاڏو سائين زنده باد."

جمال جي معصوميت تي ڏاڏو سائين مرڪي رهيو هو ۽ سندس اکين مان به لڙڪ وهي نڪتا ۽ جيڪي سفيد ڏاڙهي ۾ جذب ٿي ويا.





# تبديلي

ڪيلاش جو نڪ ڪيلي وانگر، اکيون ننڍڙيون ۽ اندو ڪپيل، سنهڙو جسم ۽ وار گهنڊيدار چڻ تہ مٽي تي سُيِنِ جي پليٽ رکيل اٿس. پر خدا هن کي هڪ تندرست ذهن ڏنو هو جو هو سڄي ڪلاس کان هوشيار هو.

سڄي ڪلاس جا شاگرد ويچاري تي ٽوڪان ۽ چرچا ڪندا هئا. پر هو پنهنجي ۾ مگن ! نہ ڏي سلام نہ وٺي سلام. هن جا اکر اهڙا تہ سهڻا هيا، جو چڻ تہ موتي پويا اٿس. سهڻا، پيارا ۽ ننڍڙا اهڙا جو استاد بہ کيس شاباس ڏيندا هئا. سڄي اسڪول جا استاد هن جي عزت ڪندا هئا ۽ کيس همٿائيندا هئا.

پر ڪن شاگردن کي هن سان الائجي ڪهڙو وير هو. ڇوڪرا هن جا اکر ڏسي هن کي چوندا هئا "ڪيلاش ! اگر تون اکرن جهڙو سهڻو هجين ها تہ ڪيڏو نہ ڀلو ٿئي ها؟"

۽ هن جو هر ڀيري ساڳيو جواب، جيئن رب جي رضا !

وري ٻيو شاگرد چوندس، "پر قدرت واري توسان عجب مذاق ڪئي آهي." پر هو چپ رهندو هو. هن کي قدرت واري سان ڪابہ شڪايت ڪانہ هئي. هو تہ الله جو شڪر ڪندو هو، جو هُن، کيس ذهين ۽ تندرست ذهن عطا ڪيو هئو.

وقت سان گڏ ڇوڪرن جون شرارتون به وڌنديون رهيون. پر ڪيلاش هميشه صبر کان ڪم وٺندو هو.

هڪ ڇوڪري بورڊ تي چاڪ سان هڪ ڪارٽون ناهي ان جي هيٺان "ڪيلاش عرف ڪيلو" لکي ڇڏيو جنهن ڪري سڀ ڇوڪرا کلڻ لڳا ۽ هن تي چٿرون ڪرڻ لڳا.

ڪيلاش ان ڏينهن ڏاڍو رنو. ۽ پوءِ اسڪول اچڻ ڇڏي ڏنائين. ڪجهه ڏينهن اسڪول نه آيو پر آخر ڪيستائين هڪ هوشيار شاگرد گسائي سگهندو. هو وري اسڪول آيو. هن کي ته پڙهڻ جو ڏاڍو شوق هيو ان ڪري ڪيئن تي گسائي سگهيو؟

هيءَ دنيا جيڪا ظاهري صورت تي ويندي آهي، سيرت کي ڪونه ٿي ڏسي، لک ڪٿي ماڻهو سهڻو هجي، پر سيرت ناهي ته پوءِ سمجهو ته ڪجهه ناهي.

ڇوڪرن وري به ساڳي ڪار شروع ڪئي. ۽ هيئنر ته ڪيلاش هنن سان وڙهي به پوندو هو. گهڻن کي مار ڏنائين ۽ گهڻن کان مليس. پر ويڙهاند هر مسئلي جو حل ته ناهي نه !.

"هريل جي هير. جنگهه پڇيس توڙي پير." وانگر ڇوڪرا اصل نه مڙيا. رهندو جو هن کي چڙندي ڏنائون، ته هو اجان به زور سان چيڙائڻ لڳا. ڪيلاش اچي ڪڪ ٿيو. آخر ڇا ڪري.؟

هڪ ڏينهن هو وڃي هيڊ ماستر صاحب سان مليو ۽ روئي روئي ڪيس سربستو احوال ڪري ٻڌايائين. هيڊ ماستر صاحب

به هن جي مدد ڪندو هئو. ۽ هن جي اکرن جو مداح هيو، تنهن مٿي تي هٿ ڦيريندي چيس ته "پٽ تون محنت سان پڙهه. دنيا جو اهو دستور آهي هوءَ ٻي ڪي ڏک پهچائيندي آهي. پر پٽ اصل بهادري آهي ڏکن سان مقابلو ڪرڻ. تون ڇوڪرن جي ڳالهين تي ڪن به نه ڌر. تون محنت ڪر. جيئن هڪ ڏينهن وڏو ماڻهو ٿئين. هاڻي جيڪي ڇوڪرا چرچن ۾ وقت ٿا وڃائن، سي ڳوڙها ڳاڙيندا. تون هڪ لائق شاگرد آهين. صبر کان ڪم وٺ."

هيڊ ماستر صاحب جي آفيس مان ڪيلاش مرڪندو ٻاهر نڪتو. اڄ هن جي دل تان بار لهي ويو هو. ڇوڪرن جو ٽولو وري به ڦري آيس ۽ چيڙائڻ لڳس. پر هينئر هو بدلجي چڪو هو. اُن ڪري هي به ڇوڪرن سان گڏ چرچن گهڻ ۾ شامل ٿي ويو. هن ڪي ريجهائي يار ڪرڻ ٿي چاهيائين.

# انصاف ڪٿي آهين؟

غنيءَ جو ٻڪ چوري ٿي ويو جنهن ڪري سڄي ڪلاس کي استاد اٺاري بيهاريو. نيٺ ٻڪ غنيءَ جي سؤٽ حليم وٺان نڪتو. پر خبر اٿئي استاد منظور سيني کي ٽِريُنِ تي رول هنيا ڇو؟ چوري اسان نہ ڪئي هئي، چوري حليم ڪئي هئي. سزا بہ ان کي ئي ملي ها. اسان کي ڇو؟

"سڪن سان گڏ ساوا بہ سڙي ويندا آهن"

اهوئي تہ توکان پڇان پيو تہ ائين ڇو ٿيندو آهي. سڪن سان گڏ ساوا ڇو سڙندا آهن. عقل رکندي بہ اسان ڇو ڪم عقلن جهڙا ڪم ڪندا آهيون. عقل جي ڊوڙ سان اسان چور تہ لهي وڃون ٿا، پر ان کي سزا ڏيڻ بدران ڇو ٻين ڏوهين کي رول وسائيندا آهيون. انِ مان اسان جي ڪچڙي ذهن تي ڪهڙو اثر پوندو؟! خبر اٿئي ! جڏهن ڪنهن ناڪرده جرم جي سزا ملندي آهي نہ، تہ پوءِ جرم بہ ڪري ويهندا آهيون. سزا تہ اڳي پوءِ ملڻي آ!

شريف ڳالهائيندو پئي ويو ۽ مان ماٺِڙي ڪيون ٻڌندو رهيس. هن جي ڳالهين ۾ ڪوڙي ڪساري سچ جو ذائقو هيو جيڪو اسان کي پسند ئي ناهي. روئي روئي هو ڏکن سڙورن

جون ڳالهيون ڪري رهيو هو. شڪايتون ڪري رهيو هو. ماءُ، پيءُ، استاد ۽ معاشري ڪان.

شريف منهنجو شريف ترين دوست آهي. هو فقط نانءَ جو شريف ناهي پر هو آهي به شريف، نه ڪنهن جي تيري ۾ نه ميري ۾. نه ٽن ۾ نه تيرهن ۾. صاف سٿرو. سچو پچو اصل هرڪ جي ڪپڙي جهڙو. هو هر ڪنهن سان سچ ڳالهائيندو آهي ۽ اميد ڪندو آهي ته اڳيون به ساڻس سچ ڳالهائيندو هوندو. پر ان مهل پيرن هيٺان زمين نڪري ويندي اٿس، جڏهن خبر پوندي اٿس ته اڳيون ته ڏهه ڪوڙ ڳالهائي ويو. تڏهن ڏاڍو ڏک ٿيندو اٿس. ارمان منجهان اکيون آسمان ڏانهن ڪٿي ڏسندو آهي.

خلاف معمول اڄ ڪجهه گهٽوئي روئٽو روئي رهيو هو. نه ته هونءَ به ڏکن سورن جون ڳالهيون ڪندو آهي، پر تمام ٿورڙيون.

هڪڙو جمعي جو موڪل وارو ڏينهن، ۽ ٻيو وري هي گهامڻ سچار جو پائٽو سچ ٻڌائڻ لاءِ مون وٽ هليو آيو. سندس بي وقتي سچ ڪانِ مان به بور ٿيندو آهيان. چيومانس ”شريف! اڄ جمعو آهي،تون به موڪل ڪر ۽ مونکي به موڪل ڪرڻ ڏي ۽ پنهنجي سچ کي به غلاف ڏيئي رکي ڇڏ.“

”نه! اڄ توکي منهنجي ڳالهه ٻڌڻي پوندي ۽ توکي ٻڌائڻو پوندو ته، منهنجي منزل ڪٿي آهي؟ مونسان ايڏو ظلم ڇو آهي؟ ڇاڻندي به ته مان مسقبل جو معمار آهيان، مونکي پوئٽي ڇو





ڏکيو ٿو وڃي؟ جو حقيقت کان پري رکيو ٿو وڃي؟ ڇو منهنجن مسئلن کان ڪن لاتار ڪئي ٿي وڃي. هو ڳالهائيندي ڳالهائيندي سهڪي پيو.

مونکي سندس مسئلن جي ڄاڻ آهي، چوندو آهي ته اسڪول ۾ استاد محبت، مساوات، اخلاق، ادب ۽ انصاف جي باري ۾ ٻڌائيندا ته آهن، ٻر عملي ثبوت ڇو نه ٿا ڏين؟

مان ڇو ٻگيو آهيان، ڦٽ پاٿن تي معصوم هٿ جو ڪشڪول کنيون ٿو وتان، ۽ هو جو خان جو پٽ پيجارو م چڙهي سٺا ڪپڙا پهري اسڪول وڃي ٿو، هو ڪلاس ۾ ويهي پڙهي ٿو ۽ مان گيٽ ٻاهران جولا ٿو ڪپايان؟ اهي حالتون الله جون پيدا ڪيل آهن يا اسان انسانن جون؟ ڇو اسان کي ٻار سمجهي ڏوکو ڏنو وڃي ٿو. اينتري تائين جو هاڻي ته پيءُ ماءُ به ٻن ٻارن کي هڪجهڙو پيار نٿا ڏين.

سندس ڳالهه کي اڌ ۾ ڪاٽيندي چيم: ”اڙي مايوس موڳا پيءُ ماءُ تي به بهتان، ڪوڙ سڀ ڪجهه آهي هن دنيا ۾ ڇو اڇي مايوس ٿيو آهين، ڇو هيانءُ ٿو هارين، وڏا ته توکي اجايو نه وڃائيندا، تنهنجو قدر ڪندا.

ڪڏهن ! هن ان مهل ۾ رڙ ڪئي ڪڏهن ..... جڏهن مان اخلاقي طور ٻراين ۾ گهيرجي چڪو هوندس، مان هيءَ معصوميت جيڪا ازل کان منهنجو سرمايو آهي، وڃائي چڪو هوندس. ۽ هي جيڪا تون پيءُ ماءُ جي وڪالت پيو ڪرين نه اها به اجائي اٿئي. مان ڄاڻان ٿو ته تون ماءُ پيءُ جو هڪڙو

پٺ آهين. پر منهنجو قصو ٻڌندين تہ يقين ايندءِ.

منهنجي ڀاءُ ظهير ابا کان ڪتابن لاءِ پئسا گهريا تہ ابا جهٽ ڪيري ڏنس. مون چيو تہ بابا مونکي بہ ڏيو. بس بس ! هڪ جي تہ پورت ٿئي. بابا جهٽڪي ڇڏيو هو.

يار اها تہ ننڍڙي ڳالهہ آهي. ان کي دل ۾ نہ ڪر، مون چيو.

اها ننڍڙي ڳالهہ ۽ اهڙيون ٻيون ننڍڙيون ڳالهيون ملي ٿي پيءُ ۽ پٽن جي وچ ۾ رنجشون وڌائينديون آهن. هڪ پٽ کي وڏيڪ چاهڻ ۽ ٻي کي گهٽ. هڪ جو هر انگل پورو ڪرڻ ۽ ٻئي کي دڙڪا ڏيئي ماٺ ڪرائڻ. هڪڙا لڪ لتائن ۽ ٻيا رپئي لاءِ پيا روئن.

هن جون بي تڪيون ڳالهيون ٻڌي منهنجو تہ مٿو سور ڪرڻ لڳو. گهڻو ئي مٿو ماريم تہ سندس هاءِ گهوڙا بند ٿئي، پر هي منجهيل مٽ منجهندو ويو. مونکي هن جي ڪا ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ آئي. هي چريو ٿيو آهي. ٻارن کي پنهنجا حق ملڻ آهن. وڏا هر وک تي ٻارن کي پاڻ سان گڏ رکن ٿا.

چيومانس، ڇڏ ٻي ڳالهہ ڪر، اٿ تہ جمع نماز پڙهي اچون!

هل سائين اتي بہ ڏسي وٺنداسين، اٿي بيٺو. ٻيئي وضو ساري مسجد ۾ گهڙي وياسين. هيڪڙ ٻيڪڙ ماڻهو مسجد ۾ هئا. اسان بہ اڳين صف تي سنتون

پڙهي ويهي رهياسين. ويٺي الله کي ياد ڪيوسين. شريف ڪنڌ جهڪايون ويٺو هو. هو معصوم پئي لڳو. مسجد ۾ هر ماڻهو معصوم ٿيڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. سوچيم ٻاهر هي ڪيڏو مٿو ماريندو آهي، هتي ڪيئن ڪن پڪڙيون ويٺو آهي.

”اڙي ڇورؤ! اٿو ٻاهر وراندي ۾ ٻارن سان وڃي صف ٻڌو ! هلو هلو جلدي ڪيو ! “ مولوي صاحب اسان کي چيو. مون ڪان اڳ شريف اٿيو. اٿندي مهل مون ڏانهن ڏٺائين ، الائجي ڇا هيو هن جي ڏسڻ ۾ منهنجو ڪنڌ جهڪي ويو!

  

# محنت جي چاڻ

سائين هڪ رپيو .. سائين هڪ رپيو.

هو هرهڪ جي اڳيان هٿ ڏگهيڙي چوندو هو، سائين هڪ رپيو. صبح کان وٺي شام تائين هو پنندو رهندو هو. هن بابت ڪنهن کي ڪا ڪل ڪانه هئي ته ڪير آهي؟ ۽ ڇو ٿو پني؟ ڪي ماڻهو ترس ڪري هن معصوم جي ڪشڪول نما هٿن ۾ ڪو سڪو وجهندا هئا نه ته بس !.

،هن کي پنڻ کان نفرت هئي پر حالتن هن کي ائين ڪرڻ تي مجبور ڪيو هو. هو جڏهن اسڪول جي شاگردن کي سهڻي لباس ۾ ڏسندو هو ته، هو سوچيندو هو ڪاش ! هو به پڙهي ۽ هو به سٺا ڪپڙا پائي پر پوءِ هو سوچيندو هو ته ائين ڪڏهن ٿي نٿو سگهي ...... ۽ پوءِ پاسي ۾ويندڙ هڪ اڇن ڪپڙن واري کي سين هنيائين، سائين هڪ رپيو!

اڇن ڪپڙن وارو: "اڙي پري ٿي ڪپڙا خراب ٿو ڪرين. ڪونهي رپيو"

هو اداس ٿي ويو. ننڍڙين معصوم اکڙين مان لڙڪن جون قطارون وهي نڪتيون. هن جو پيءُ هڪ حادثي ۾ فوت ٿي ويو هيو.

جيڪو هن لاءِ ڇپر ۽ ڇانو هو. ٻيءَ جي مرڻ کان پوءِ گهر جو بار ۽ پوڙهي ماءَ جي دوا دارون لاءِ هن کي مجبورن ٻين جي اڳيان هٿ ٽنگڻو پيو هو. سندس ماءَ ڪينسر جي مريض هئي.

هن کي پنڻ کان نفرت هئي ۽ انهن کان به جيڪي اڇن ڪپڙن ۾ اڇا اجرا پر اندران دل نه رکندڙ، ڪنور دل آهن. هو ٻي رحم سماج کان به نفرت ڪندو هو. اڄ هن پڪو پهه ڪيو ته هو آئينده ڪنهن کان به خيرات نه وٺندو.

ٻي ڏينهن هن جي هٿ ۾ چولن جو ٿالهه هيو ۽ چئي رهيو هو. سائين چولا ٻگل مصالحيدار چولا.

شام تائين هن کي پنج رپيا بچيا، جيڪي هن جي عزت جي ڪمائي جا هئا، ڪنهن اڇن ڪپڙن واري اڳيان هٿ ڏگهيڙي ڪونه ورتا هئائين هن کي محنت جي ڄاڻ پئجي چڪي

# جبکو پيءُ کي پگ ٻڌائي

مِنل گهر جي ڪچي ڪمري ۾ ويٺو هو. الائجي هو ڇو اداس هئو، بلڪل ماٺ هئو. ڄڻ ته چپ جو روزو رکيو هئائين. ڪنهن ڪنهن مهل هڪ ٿڌو شوڪارو ٿي پريائين ۽ بس!. اوچتو اڱڻ ۾ ڏاندن جي اچڻ جو آواز ڪن پيس. پٺس فيضو ڏاندن کي هَرَ تان موٽائي آيو هو ڪين ڇوڙي گاهه وڌائين ۽ اچي مِنل وٽ ويٺو.

پٽ منل“! ڪهڙا حال اٿئي؟ هن مرڪندي پڇيو. پر مِنل جي مک تي اداس ريکائون ڏسي چپ ٿي ويو.

ٺيڪ حال آهن.(منل هيٺ منهن ڪري چيو.)

پٽ منل جن جا حال ٺيڪ هوندا آهن، اهي اداس ۽ غمگين ناهن رهندا، تون غمگين ۽ اداس پيو لڳين، ٻيلي ڪجهه آهي ته ٻڌاءِ پنهنجي ٻيءُ کي،” ڪجهه نه ناهي ابا!-“ اداس مک مٿي ڪٽي پيءُ کي ڏنائين، پٺس اکڙين ۾ پاڻي ترندي ڏسي ورتس. هُو ڇڪي پيو، ڦتڪي پيو. هڪ ته پٽ هيس. هِن جي اهڙي ماٺ کيس کائي رهي هئي. ان مهل منل جي ماءُ لسي جو وٽو کڻي اچي فيضوءَ کي ڏنو. فيضوءَ وٽو وٺي کٽ تي رکي ڇڏيو. زال کان منل جي اداسي بابت پڇڻ لڳو.

الاءِ ڇا آهي ڇوڪري کي ! جڏهن نه ٻاهران ڪيڏي آيو

آهي ائين اچي ڪونه وسايو اٿس. چپ اهڙو آهي جهڙو ڪاٺ جو بنڊ. هُن ڪٺ جي پيراندي تي ويهندي چيو.
ڏس منل: ڪا شيءِ گهرجيءَ تہ ٻڌاءِ پٽ ! غريب ضرور آهيون پر اڪيلي پٽ کي اداس ڪونہ ڏسي سگهنداسين.
ابا ! هو ........ منل جي زبان رڪجي ويئي پٽس جي غريبي جي خبر هيس. غريبي زبان بند ڪري ڇڏيندي آهي."
ها ها پٽ چؤ !
ابا ! مونکي لالڻ جهڙو هڪ ليلڙو يا ننڍو ليلو آڻي ڏي !
بس پٽ! هيتري ڳالهہ تي هيڏو چپ ! ليلڙو توکان مهانگو تہ ناهي آڻي ڏيندس پنهنجي ٻچڙي کي !"
منل مرڪي ڏنو. پيءُ جي پيار ڪيس ڇڪ ڪئي، وڃي پيءُ جي سيني سان لڳو.
فيضوءَ پٽ کي سٽ ڪري هڪ ڏاڍو پيارو ليلڙو آڻي ڏنس: رنگ جو پورو ۽ اڇو. مٿي تي اڇو ٻٽڪو، ڏاڍو پيارو لڳندو هئس، موتين جهڙا ننڍڙا اڇا ڏند! منل سارو ڏينهن پيو سار سنڀار لهندو هئس. ڪاٺ جي ننڍڙي ڏاند گاڏي نهيل هئس، جنهن تي گاه ڪري ايندو هو. گاڏي ۾ ڏاند جو ڪم بہ پاڻ ئي ڪندو هئو ! روزانو شام جو وري راند جي ميدان تي وٺي ويندو هئس.
منل ڪجهہ وڏو ٿيو پر هن کان اڳ سندس ليلڙو وڏو ٿي ويو. هو هاڻ ٻڪر هئو. اڄ بہ هو منل کي ايترو ئي پيارو هئو جيترو ننڍي هوندي.

هڪ ڏينهن منل ٻڪر کي پاڻي پئي پيارو ته گهر جو ڪڙو زور زور سان ڪڙڪڻ لڳو. فيضو اٿي در تي ويو. در ڪوليائين نورل هٽ وارو بيٺو هئو. فيضوءَ جو ساه سڪي ويو
"ادا نورل ڀلي ڪري آئين!" فيضوءَ کيس ڪيڪاريو:
"ڀلي ڪري ته آيس ! پر ميان منهنجا پئسا به ياد آهن يا ويا وسري !"نورل سندس منهن ۾ ڏنو.
"نه ادا وسرندا ڪيئن!؟ تنهنجا پئسا سون جهڙا ياءَ."
"سون جهڙا ته پوءِ ڏي نه ڀلا. ڪيترو وقت ٿيو آهي جو سودو پيو کڻين. اسان ڏوه ته نه ڪيو آ نه! نورل هٽ ڌڳهيري چيو."
"ڏيندس ياءَ ڏيندس، سمورا پئسا ڏيندس..... پر ڀيلي ڪجهه وقت ترس في الحال ته خال هيٺا آهن." فيضوءَ کيس منٿ ڪئي.
"اسان جا حال به هيٺا آهن نورڪ. تورا نه گهٽا ساڍا پنج سؤ تي ويا آهن، اڄ هتان تڏهن اٿندس جڏهن پئسا ڏيندين! هو در وٽ ويهي رهيو.
فيضو مُنجهي پيو ۽ اداس ٿي ويو ڳٽتي ڳاري وڏس. هيل فصل به سٺو ڪونه ٿيو هئس جيڪو ٿيو اهو ويو وڏيري جي پاندي ۾. هيٺن جا حال هيٺا ٿي رهيا.
"ڀيلي تماشو نه ڪر نورل . پئسا ڏيئي وجهندس، ڪجهه ڏينهن مهلت ڏي." فيضوءَ وري کيس ٻانهو ٻڌيون.
"ڏس فيضو ! اسان ٻاڻ به تو جهڙا غريب آهيون. مزدور

ماڻهو، توجيان آٽيون ۽ چاڙهيون، مزدوري ڪيون ۽ پيٽ پاليون. فيضو ايتري اوڏر نٿا ڪري سگهون. هاڻي ته وڃان ٿو پر صبحاڻي شام تائين پئسا نه ڏنئي ته وڏيري اڳيان هوندين ! .......... ها !

نورل ته ڌمڪي ڏيئي اڳتي وڌي ويو. فيضو هٿ مليندو ئي رهجي ويو. ۽ سوچڻ لڳو ته، سڀاڻي شام ! جو آٽيندس ڪٿان .......... ته ڪونه !"

اوچتو مٺل نورل کي سڏ ڪيو. نورل جيڪو ڪجهه پري ويو هو، سڏ ٻڌي بيهي رهيو ۽ هو واپس موٽي آيو. مٺل ٻڪر جي واڳ پنهنجي پيءُ هٿ ۾ ڏني اکين ۾ پاڻي هئس.

"بابا ! هي ٻڪر ڪپاءِ. چاچا نورل جا پئسا لاهه" فيضوءَ کيس تعجب مان ڏسندو رهيو.

"پٽ .... پر ....... هن ڪان سواءِ تون ڪيئن گذاريندين هي ته توکي جان ڪان وڌ پيارو آهي نه !"

"ها بابا ! هي منهنجو ساٿي آهي پر بابا سائين! پيءُ جي پڳ کان مٿي ته ناهي نه. سڀاڻي جڏهن وڏيري وٽ ويندين ته هو اوهان جي پڳ لاهيندي ويرم ئي ڪانه ڪندو. ۽ بابا ! اهو مان نه سهي سگهندم!"

فيضو پٽ کي ڏسندو رهيو تعجب ۽ فخر وچان هن پٽ کي ڏٺو . ها پٽ ! تو جهڙا پٽ ئي پيءُ جي عزت ۽ لڄ هوندا آهن. هو اهڙي پٽ تي مرڪڻ لڳو.





# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ "لُڙهندڙ نسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پر اسان اِنهن سڀني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَــنَ) کا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو کـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَــنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَــنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بيـن لفظن ۾پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَــنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آهي تـہ ڪي ڪم اُجرتـي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَــرڻ جــي اُصــولَ هيــٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَــن پــاران ڪتــابن کــي ڊِجيِٽــائِيز digitize ڪرڻ جي عَمَلَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمـائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ بنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڙ ڪي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني ڪي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر ٻيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڙ پڙهڻ ۽ وڏ ڪان وڏ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)